# فهرست

# باب پهريون
# سي پلس پلس ڇا آهي
What is c++

اسان عام زندگي ۾ ٻولي هڪ ٻئي کان ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهيون. ساڳئي طرح، سي پلس پلس (C++) هڪ ٻولي آهي جيڪا اسان استعمال ڪندا آهيون ڪمپيوٽر کي هدايت ڏيڻ لاءِ ۽ ڪمپيوٽر کان ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ. اوهان جيڪي سافٽويئر ڏسو ٿا، اهي پڻ هنن ٻولين جي پيداوار آهن.
هن وقت تائين گهڻيون ئي ڪمپيوٽر جي لاءِ ٻوليون ايجاد ڪيون ويون، انهن مان صرف ڪجهه ئي ڪامياب ٿي سگهيون، جن ۾ بيسڪ، فورٽران، ڪوبول، سي، سي پلس پلس، جاوا وغيره شامل آهن.
سي پلس پلس(C++) سي(C) مان اخذ ڪيل آهي.
ڪمپيوٽر جي هر ٻولي سان گڏ گهڻا ئي نوان فيچرس ايندا آهن. سي پلس پلس ۾ بہ گهڻا ئي نوان فيچرس آهن انهن ۾ سي پلس پلس جي ڊي اي (IDE) ، ڪمپائيلر، نوان ڪي ورڊ ۽ ٻيا بہ ڪوڙ سارا فيچرس.
ڪمپائير اسان جي لکيل ڪوڊنگ کي مشين جي ٻولي يعني 1 ۽ 0 ۾ ڪنورٽ ڪندو آهي.
آ ڊي اي ( IDE Integrated development) هي اها جڳهه آهي جتي اوهان پنهنجي پروگرام لاءِ ڪوڊنگ لکي سگهو ٿا.

## سي پلس پلس انسٽال ڪرڻ:
اوهان مارڪيٽ مان C++ TURBO 3.0 وٺي اچي پنهنجي ڪمپيوٽر تي استعمال ڪريو.
اوهان عام سافٽويئر وانگر سي پلس پلس کي انسٽال ڪري سگهو ٿا، جنهن جو هڪ مثال هيٺ ڏنل آهي.
سي پلس پلس مختلف سورس فائيلز ۾ اويليبل آهي.




اوهان ڪوشش ڪري سي پلس پلس هميشہ C ڊرائيو ۾ انسٽال ڪريو.




## سي پلس پلس شروع ڪرڻ:

جڏهن اوهان سي پلس پلس پنهنجي ڪمپيوٽر ۾ انسٽال ڪندا تہ ان ڊرائيو ۾ وڃي TC نالي سان سورس فائيل کي اوپن ڪريو.

مثال:

C => TC => BIN => TC.exe




يا وري ڊاس ۾ وڃي هي ڪمانڊ لکي سي اوپن ڪريو. هي ڪمانڊ صرف ان وقت استعمال ڪريو جڏهن اوهان سي پلس پلس c ڊرائيو ۾ انسٽال ڪريو.




هاڻي انٽر ڪندا تہ هيٺيان ڪمانڊ اچي ويندا.

```
C:\WINDOWS\system32\cmd.exe
Microsoft Windows XP [Version 5.1.2600]
(C) Copyright 1985-2001 Microsoft Corp.

C:\Documents and Settings\Khalique>cd\tc\bin

C:\tc\BIN>_
```

هاڻي اوهان هتي TC لکي انٽر ڪندا ته سي پلس پلس اسٽارٽ ٿي ويندو.



هي سي پلس پلس اسٽارٽ ٿي ويو Alt + Enter دٻائي اسڪرين کي وڏو ڪريو.

## سي ۾ ڪم شروع ڪرڻ:

جڏهن اوهان سي پلس پس اسٽارٽ ڪري وٺندا ته اوهان عام ورڊ پروسسنگ سافٽويئر وانگر فائيل مينيو ۾ وڃي نيو New کي ڪلڪ ڪريو.



هاڻي اوهان وٽ سي پلس پلس جي آ ڊي اي ڪلي پوندي.




اوھانکي سي پلس پلس جي آ ڊي اي جي ھيٺيان Message Box نظر اچي رھيو آھيو،اوھان جڏھن پروگرام ۾ غلط ڪوڊنگ استعمال ڪندا تہ اھي ھتي ظاھر ٿيندا.

جيڪڏھن اوھان سي پلس پلس کي C ڊرائيو ۾ انسٽال نٿا ڪريو تہ اوھان آپشن مينيو ۾ وڃي ڊاريڪٽريز Directories کي ڪلڪ ڪريو.




۽ پوءِ اتان ڊاريڪٽريز کي C مان تبديل ڪري اھو ڊرائيو لکو جنھن ۾ سي پلس پلس انسٽال ڪيو آھي.




اوھان مٿي ڏسي رھيا آھيو تہ ريڪمانديڊ ڊرائيو C آھي پر اوھان ان کي تبديل ڪري اھا ڊرائيو لکو جنھن ۾ اوھان سي پلس پلس انسٽال ڪيو آھي، مثال اوھان E ڊرائيو ۾ انسٽال ڪيو آھي تہ اوھان C کي تبديل ڪري E لکو.




ائين اوھان سي پلس پلس ۾ بغير ڪنھن ايرر جي ڪم ڪري سگھو ٿا، جي اوھان ائين نہ ڪيو تہ اوھان کي ايرر ريپورٽ ٿيندو.

اوهان کي ڪوڊنگ جي باري ۾ ٻڌائڻ کان پهرين هڪ ڳالهہ ٻڌائڻ لازمي سمجهان ٿو تہ اوهان سي پلس پلس ۾ هيلپ Help کي استعمال ڪريو تہ جيئن اجان وڌيڪ ڳالهيون سکي سگهو. اوهان کي سي پلس پلس جي هيلپ ۾ نهيل پروگرام لاءِ ڪوڊنگ مهيا ڪئي وجي ٿي جن کي اوهان ڪاپي ڪري سي پلس پلس جي آ ڊي اي ۾ پيسٽ ڪري پروگرام هلائي سگهو ٿا.

# باب ٻيو
# سي پلس پلس پروگرامنگ بيسڪ
C++ Programming basic

## اچو ته شروع ڪريون Geting started:

اوهان ڪنهن به شيءِ جي باري ۾ بيسڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ڪان سواءِ ان جا ماسٽر نٿا ٿي سگهو.
اهڙي طرح اوهان ڪمپيوٽر جي ٻولي جي باري ۾ شروعاتي شيون سکڻ ڪان سواءِ سٺا پروگرامر نٿا ٿي سگهو.

## اچو ته شروعاتي پروگرامنگ سکون:

اسين هڪ سادي پروگرام سان پنهنجي ٽيوٽر جي شروعات ڪنداسين. هن پروگرام جي ذريعي هڪ اسٽيٽمنٽ (هڪ سادو جملو) اسڪرين تي پرنٽ ڪنداسين.

پروگرام نمبر 1

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
{
Clrscr();
cout<<"Hello tech in sindhi!";
getch();
return 0;
}
```

جڏهن هي ڪوڊنگ اوهان سي پلس پلس ۾ لکندا ته اهي هينيان نموني لکجي ايندا.

## پروگرام رن Run (هلائڻ) ڪرڻ:

اوهان سي پلس پلس ۾ وڃي رن Run کي ڪلڪ ڪري مينيو مان رن کي ڪلڪ ڪريو.




يا وري اوهان ctrl+F9 پريس ڪريو.

## آئوٽ پُٽ out put:

هن پروگرام ۾ هڪ اسٽيٽمنٽ Hello tech in sindhi! اسڪرين ۾ پرنٽ ٿيندو. وري سي پلس پلس ۾ واپس اچڻ لاءِ انٽر Enter پريس ڪريو. اوهان آئوٽ پُٽ هيٺ ڏسي سگهو ٿا.




# مٿين پروگرام جا فنڪشن:

هي سائيز جي حوالي سان هڪ ننڍو پروگرام آهي پر هن ۾ سي پلس پلس پروگرامنگ جي حوالي سان ڪافي بيسڪ شيون ڏنل آهن.

## فنڪشن function:

سي پلس پلس ۾ فنڪشن پيڙهه واري پٽ جي حيثيت رکي ٿو، مٿين پروگرام ۾ ٽي فنڪشن استعمال ٿيل آهن. هڪ ;()clrscr , ()int main ۽ ٽيون ;()getch

()Int main کي اسان پروگرام جو گيٽ وي Gate way (داخلي رستو) به چئي سگهون ٿا، ()int main کان سواءِ اوهان جڏهن پروگرام رن ڪندا ته اوهان وٽ ايرر رپورٽ ٿيندو.

;()clrscr هي Clear screen جو شارٽ فارم آهي، هي ڊاس ۾ جيڪو پراڻو پروگرام لکيل هوندو ان کي مٿائي نئون پروگرام پرنٽ ڪرائيندو، اوهان هن سواءِ به پروگرام ناهي سگهو ٿا پر جڏهن اوهان پنج وارا پروگرام کي رن Run ڪرائيندا ته جيڪي پهريان چار پروگرام اوهان رن ڪرائيندا ته پنجون به انهن سان ملي ويندو. ;()clrscr فنڪشن کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ مٿان پروگرام به چڪر رن ڪريو هڪ چڪر ;()clrscr سان گڏ ۽ ٻئي چڪر ;()clrscr ڪٽي پوءِ رن ڪري ڏسو.

;()getch فنڪشن (هن کي گيٽ سي ايڇ ڪري پڙهبو) get a character جو شارٽ فارم آهن، هن جو ڪم آهي ته پروگرام کي اسڪرين تي بيهاري ته جيئن اسان اُن کي آساني سان ڏسي سگهون.

## فنڪشن نيم Function name:

هميشہ فنڪشن جي سجاٽپ انهي جي پاسي کان ڏنل ٻہ بريسز ( ) آهن. جيڪڏهن اسان فنڪشن سان گڏ بريسز استعمال نہ ڪنداسين تہ ڪمپائيلر سمجهندو تہ هتي ڪو ويري ايبل (ويري ايبل جي متعلق اسان اڳتي سکنداسين) ڊڪليئر ڪيل آهي. ۽ ان جو نالو main رکيل آهي.

## بريسز ۽ فنڪشن باڊي Braces and function body:

جڏهن اوهان پروگرام ۾ ڪو فنڪشن استعمال ڪندا تہ ان جي شروعات ۾ } ۽ آخر ۾ { بريڪٽ ڏيڻ لازمي آهي، نہ تہ ٻئي صورت ۾ اوهان جو پروگرام ايرر رپورٽ ڪندو.

## پروگرام اسٽيٽمنٽ Programm statement:

مٿين پروگرام ۾ ٻہ اسٽيمنٽ استعمال ٿيل آهن،

هڪ cout<<"Hello tech in sindhi!"; ۽ ٻيو return o;.

Retrun o; معنيٰ تہ هن پروگرام ۾ ڪو بہ ريٽرن وليليو استعمال ٿيل ناهي.

cout<<"Hello tech in sindhi!; هن جي ذريعي اسان جو لکيل اسٽيٽمنٽ اسڪرين تي پرنٽ ٿيندو.

هن جي لائين جي آخر ۾ سيمي ڪالن ; استعمال ٿيل آهي جنهن جو مطلب آهي تہ هتي لائين ختم ٿي وئي.

بيسڪ جهڙن ٻولين ۾ لائين بغير ڪنهن سيمي ڪالن جي ختم ڪري ڇڏيندا آهيون پر سي پلس پلس ۾ ائين ڪرڻ صحيح ناهي انهي لاءِ اوهان هر اسٽيمنٽ ۽ فنڪشن کان پوءِ (سواءِ main() ۽ ڪجهہ ٻين جي) سيمي ڪالن استعمال ڪندا ڪريو، نہ تہ اوهان جي پروگرام ۾ ايرر اچي سگهي ٿو.

## وائيٽ اسپيسز White spaces:

اوهان ڪنهن بہ پروگرام ۾ جيڪي خالي جايون ڇڏيو ٿا، جيئن اوهان ٻن اکرن جي وچ ۾ اسپيس بار استعمال ڪندا آهيو يا وري ٽيب (ٽيب اٽ ڪريڪٽر ڇڏيندو آهي) استعمال ڪندا آهيو، انهن کي ڪمپائيلر مڪمل طرح سان نظر انداز ڪري ڇڏيندو آهي.

## آئوٽ پُٽ cout جو استعمال:

اوهان مٿي لکيل پروگرام تي نظر ڦيرائيندا تہ اوهان کي ”cout<<"Hello tech  in sindhi! لکيل نظر ايندو. cout (هن کي سي آئوٽ ڪري اچاربوآهي) اهو پري ڊفائينڊ فڪنشن (اسان اڳتي هلي پري ڊفائينڊ فنڪشن جي باري ۾ سڪنداسين) آهي، جيڪو اڳئي سي پلس پلس جي لائبريري ۾ محفوظ ٿيل آهي. cout هڪ آئوٽ پُٽ فنڪشن آهي ۽ اڪثر آئوٽ پُٽ فنڪشن اسڪرين تي ڪا بہ اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائيندا آهن.
اوهان کي cout سان گڏ >> (هن آپريٽر کي انسرشن آپريٽر ڪري اچاربو آهي) بہ نظر ايندو، هن جو ڪم آهي تہ هن جي کابي پاسي جيڪا اسٽيٽمنٽ يا اسٽرنگ ڪانسٽنٽ آهن ان کي cout ڏانهن ڪٽي ويندو ۽ cout ان اسٽيٽمنٽ کي پرنٽ ڪرائيندو آهي.




فگر نمبر 1

مٿين فگر جي ذريعي اوهان سي آئوٽ ۽ انسرشن آپريٽر جو ڪم باآساني سمجهي سگهو ٿا.
انسرشن آپريٽر وري ايبل (اسٽيٽمنٽ) کي سي آئوٽ ڏانهن موڪليندو آهن ۽ سي آئوٽ ان کي اسڪرين تي پرنٽ ڪرائيندو آهي.

## اسٽرينگ ڪانسٽنٽ Straing constant:

اوهان کي اسٽيٽمنٽ ۾ جيڪي بہ لفظ ڊبل ڪوٽيشن (" ") جي اندر لکيل نظر اچي رهيا آهن انهن کي اسٽرينگ ڪانسٽنٽ چئبو آهي.

```
"Hello tech in sindhi!"
```

توهان انگريزي لفظ ڪانسٽنٽ مان پلي يت واقف آهيو، جنهن جي معني آهي نہ تبديل ٿيندڙ. ساڳي طرح سي پلس پلس ۾ بہ اسان جيڪا بہ شئي ڊبل ڪوٽيشن ۾ لکنداسين اها اسان جي اسٽرينگ ڪانسٽنٽ ٿي ويندي ۽ اها جيئن جو تيئن اسڪرين تي پرنٽ ٿيندي.

## ڊريڪٽيوز Directives:

اوهان کي پروگرام نمبر 1 ۾ استعمال ٿيل پهريان بہ لائين نظر اچي رهيا آهن انهن کي ڊاريڪٽيوز جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.
ڊاريڪٽيوز سي پلس پلس جا حصا تہ ناهن پر اسان کي هر صورت ۾ اهي استعمال ڪرڻا آهن.

## پري پروسيسر ڊريڪٽيوزPreprocessor Directives؛

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
```

اوهان پروگرام نمبر 1 ڏسندا تہ اهو مٿين ڪوڊنگ سان شروع ٿئي ٿي. اوهان کي هڪ نشاني # نظر اچي رهي آهي، جنهن کي پري پروسيسر چئبو آهي.
#include ڪمپائيلر کي هدايت ڏيندو آهي تہ هڪ هيڊر فائيل کي هن پروگرام ۾ شامل ڪر، جيئن پروگرام سٺي نموني سان هلي سگهي.

## هيڊر فائيلHeader files؛

```
<iostream.h>
<conio.h>
```

اوهان کي مٿي نظر ايندڙ ڪوڊنگ کي هيڊر فائيل چئبو آهي. دراصل هيڊر فائيل سي پلس پلس جي لائبريري ۾ اڳئي کان محفوظ ٿيل آهن، هن ۾ وڏي ڪوڊنگ استعمال ٿيل آهي، هيڊر فائيل پروگرام ۾ پنهنجن مخصوص فڪشن لاءِ ڪوڊنگ فراهم ڪندا آهن. جيئن iostream.h هيڊر فائيل cout<< لاءِ ڪوڊنگ فراهم ڪندي آهي ۽ conio.h هيڊر فائيل clrscr(); ۽ getch(); لاءِ ڪوڊنگ فراهم ڪندي آهي.
جيڪڏهن اوهان هيڊر فائيل جي ڪوڊنگ ڏسڻ چاهيو ٿا، تہ جيڪڏهن اوهان جو سي پلس پلس C ڊرائيو ۾ انسٽال ٿيل آهي تہ پوءِ

C:\tc\INCLUDE

اوهان اتي وڃي iostream نالي note paid فائيل کوليو اوهان ڏسندا تہ ان ۾ ڪيڏي نہ مشڪل ڪوڊنگ استعمال ٿيل آهي.
جيڪڏهن سي پلس پلس ۾ هيڊر فائيل ۽ پري پروسيسر ڊاريڪٽوز جا فيوچرس نہ هجن ها تہ هيڊر فائيل ۾ استعمال ٿيل سڀ جو سڀ ڪوڊ اوهان کي هڪ پروگرام رن ڪرڻ لاءِ لکڻا پون ها.

## ڪومنٽسComments؛

ڪومنٽس انگلش ٻولي جو لفظ آهي، جنهن جي معني آهي ڪنهن ماڻهو يا شئي جي باري ۾ تاثرات ڏيڻ.
ائين اسان جڏهن ڪنهن فنڪشن جي سامهون انهي بابت معلومات ڏيون ان کي سان ڪومنٽس چونداسين.
اوهان فرض ڪريو اوهان هڪ تمام وڏي ڪوڊنگ تي مشتمل پروگرام ناهيو ٿا، اوهان اهو پنج سال لاءِ پروگرام ڇڏيو ٿا، ۽ وري پنج سالن کان پوءِ ان تي نظر ڦيرايو ٿا، جيڪڏهن اوهان ڪومنٽس استعمال ڪندا تہ اوهان پنجن سان ڪانپوءِ بہ ان کي باآساني سمجهي سگهو ٿا. مطلب تہ ڪومنٽس پروگرام جي باري ۾ لکيل معلومات کي چئبو آهي.

## ڪومنٽس جو استعمال Use of comments:

ڪومنٽس لکڻ جا ٻه طريقا آهن هڪ ڪلاسڪ جيڪو پراڻي دور ۾ استعمال ٿيندو هو ۽ ٻيو نيو ٽائيپ ڪومنٽس جيڪي هيئڊر استعمال ٿي رهيا آهن. ڪمپائيلر ڪومنٽس کي مڪمل طرح سان نظرانداز ڪري ڇڏيندو آهي. اسين پهرين ڪلاسڪ ڪومنٽس جو مثال ونداسين.

## ڪلاسڪ ڪومنٽس Classic comments:

ڪلاسڪ ڪومنٽس هينئن طرح لکبا آهن.

/*This is old type comment*/

اسان پروگرام ۾ هنن جو استعمال هينئن طريقي سان ڪنداسين.

```
/*this is first programm*/
#include<iostream.h>  /*Preprocessor Directive*/
#include<conio.h>     /*Preprocessor Directive*/
int main()            /*Function name "main"*/
{                     /*Start body of programm*/
clrscr();             /*Clear screen function*/
cout<<"Hello tech in sindhi!"; /*Statement*/
getch();              /*Getch Function*/
return 0;             /*Statement*/
}                     /*End body old programm*/
```

هي ڪوڊنگ سي پلس پلس ۾ هينئن طرح نظر ايندي.

```
 ≡  File  Edit  Search  Run  Compile  Debug  Proj
[■]                    JAMALI.CPP
/*this is first programm*/
#include<iostream.h>  /*Preprocessor Directive*/
#include<conio.h>     /*Preprocessor Directive*/
int main()            /*Function name "main"*/
{                     /*Start body of programm*/
clrscr();             /*Clear screen function*/
cout<<"Hello tech in sindhi!"; /*Statement*/
getch();              /*Getch Function*/
return 0;             /*Statement*/
}                     /*End body od programm*/_
```

اوهان مٿي ڏسندا ته هر ڪنهن لائين جي سامهون ان جي باري ۾ معلومات ڏنل آهي.

هاڻي اچو ته ڪومنٽس کي ٻئي طريقي سان لکڻ سکون.

## نيو ٽائيپ ڪومنٽس New type comments:

// this is new type comment

اچو ته ڏسون ڪيئن اسان هنن کي ڪيئن استعمال ڪنداسين.

```
//this is first programm
#include<iostream.h>  //Preprocessor Directive
#include<conio.h>     //Preprocessor Directive
int main()            //Function name "main"
```

```
{                      //Start body of programm
clrscr();              //Clear screen function
cout<<"Hello tech in sindhi!"; //Statement
getch();               //Getch Function
return 0;              //Statement
}                      //End body new programm
```

هاڻي اوهان باآساني ڪومنٽس ڪي استعمال ۾ آڻي سگهو ٿا. هي صرف معلومات فراهم ڪرڻ جو طريقو آهي، هن سان پروگرام ۾ ڪوبہ فرق نہ ايندو.

# باب ٽيون
# ويري ايبل

Variable

ويري ايبل ڪنهن بہ ڪمپيوٽر جي ٻولي جا اهم حصا آهن. دراصل جڏهن اسان ويري ايبل ڊڪليئر ڪندا آهيون، تہ اها ڪمپيوٽر جي خاص ميموري ۾ هڪ جڳهہ ناهيندي آهي، جنهن ۾ اسان پنهنجي ڊيٽا محفوظ ڪري سگهون ٿا. وري ايبل کي هڪ نالو ڏبو آهي، ۽ ان جي اندر مختلف قسم جي ڊيٽا رکي سگهجي ٿي. جڏهن اسان ويري ايبل ۾ ڪا بہ ڊيٽا رکندا آهيون اها ڪمپيوٽر جي خاص ميموري ۾ اسٽور ٿي ويندي آهي، جيڪا ويري ايبل پنهنجي لاءِ مخصوص ڪئي آهي.

انٽيجر، فلوٽ، ڪريڪٽر ۽ ٻين قسمن جا ويري ايبل سي پلس پلس ۾ ڪافي ڪارائتا آهن.

## انٽيجر ويري ايبلInteger variable؛

انٽيجر ويري ايبل ۾ اسان انگن واري ويليو محفوظ ڪري سگهون ٿا، مثال: 1،30،000 يا وري 27- وغيره.

## ڊفائينگ انٽيجر ويري ايبلDefining integer variable؛

انٽيجر ويري ايبل گهٽ ئي سائيز ۾ اسان ڊفائين ڪري سگهون ٿا. پر عام طور اسان int استعمال ڪندا آهيون. انٽيجر جي ميموري، سسٽم سان بدلجي آهي. اڪثر بِٽ 32 (32 Bit) جي سسٽم ۾ انٽيجر چار بائيٽ (4 Bytes) والاريندو آهي. انٽيجر ڊيٽا ٽائيپ ۾ اسان

2,147,483,648- کان 2,147,483,647 تائين انگ محفوظ ڪري سگهون ٿا.

پر عام طور تي انٽيجر 4 بائيٽ جڳهہ والارئيندو آهي، پر ايم ايس ڊاس ۽ موجوده آپريٽنگ سسٽم جهڙوڪ ونڊوز ۾ 2 بائيٽ ولاريندو آهي.

اچو تہ ڏسو پروگرام اندر ويري ايبل کي ڪيئن شامل ڪجي.

### پروگرام نمبر 2

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
{
clrscr();
int var1;      // Define var1
int var2;      // Define var2
getch();
return 0;
}
```

اوهان کي پروگرام نمبر 2 ۾ بہ نيون لائينون نظر اچي رهيون آهن، انهن مان هڪ int var1; ۽ ٻيو int var2; .

int جو ڪم آهي ڪمپيوٽر جي خاص ميموري ۾ هڪ مخصوص جڳهہ ناهڻ جتي اسان پنهنجي انٽيجر ڊيٽا رکي سگهون. var1 ۽ var2 انهن مقرر ڪيل جڳهن جا نالا آهن. جيڪي انٽيجر مخصوص ڪيا آهن.
هتي int var1 ۽ int var2 کي ويري ايبل ڊيڪليئراشن (Declarations) چئبو آهي. اوهان هميشہ ويري ايبل کي ڊڪليئر ڪرڻ کان پوءِ ئي استعمال ڪري سگهو ٿا. وري ايبل کي آخر ۾ ٻين اسٽيٽمنٽ جيان سيمي ڪالن ڏيڻ لازمي آهي.
اوهان ٻنهي ويري ايبلز کي هڪ لائين ۾ بہ ڊڪليئر ڪري سگهو ٿا. انهي لاءِ هينين مثال ڏسو.

```
int var1, var2;
```

## ويري ايبل نيمVariable name:

اوهان پروگرام نمبر 2 تي هڪ نظر ڦيرايو، اتي لکيل var1 ۽ var2 انهن ويري ايبلز جا نالا آهن جيڪي اسان ڊڪلئير ڪيا آهن. ۽ ڪنهن ڪمپيوٽر جي ٻولين ۾ هن کي ايڊنٽيفائر (identifiers) پڻ چيو وڃي ٿو.
اسان ويري ايبل جا نالا ڪهڙا مقرر ڪيون. پنهنجي جاءِ تي هي بہ هڪ اهم ڳالهہ آهي. اسان A to Z يا 1 to 9 يا وري انڊراسڪور( _ ) بہ استعمال ڪري سگهون ٿا. هميشہ ويري ايبل جي نالي جي شروعات ۾ اکر يا انڊر اسڪور استعمال ٿيڻ گهرجي.
هميشہ ويري ايبل جو نالو يا تہ مڪمل طرح ڪيپيٽل لفظن ۾ لکيل هجي يا تہ مڪمل طرح سمال ليٽرز ۾ لکيل هجي. اسان ويري ايبل جي نالي جي شروعات ۾ انگ نٿا ڏئي سگهون، البتہ آخر ۾ ضرور استعمال ڪري سگهو ٿا.
اسان سي پلس پلس ۾ استعمال ٿيندڙ ڪي ورڊ (اسان ڪي ورڊ جي باري ۾ اڳتي سکنداسين) کي ويري ايبل جي نالي طور استعمال نٿا ڪري سگهون. هر اهو فڪشن جيڪو اسان سي پلس پلس ۾ لکون ۽ اهو اڇي رنگ جو ٿي وڃي ان کي ڪي ورڊ چئبو آهي، جيئن int وغيره.

## اسائيمنٽ اسٽيٽمنٽ Assignments statement:

اسائيمنٽ اسٽيٽمنٽ (=) ساڄي پاسي واري ويليو کي کاٻي پاسي ويري ايبل ۾ سيو ڪندو آهي. اچو تہ ڏسون اسائيمنٽ اسٽيٽمنٽ سي پلس پلس ۾ ڪيئن لکجي.

```
int var1=20;

int var2=var1+10;
```

هاٽي مٿين اسٽيٽمنٽ ۾ اسان هڪ ويري ايبل ڊڪليئر ڪيو آهي، جنهن جو نالو var1 آهي ۽ اسان ان جي ويليو 20 ڏني آهي. اسائيمنٽ آپريٽر 20 کي ڪٽي var1 ۾ سيو ڪندو.
ٻئي اسٽيٽمنٽ ۾ اوهان کي + جي نشاني ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي، جنهن کي ارٿ ميٽڪ آپريٽر پڻ چيو وڃي ٿو، سادي ميٿ جي قانون ۾ + ٻن عددن کي جوڙ ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي،ساڳي طرح سي پلس پلس ۾ + پڻ ٻن عددن يا وري ٻن ويري ايبل جي ويليوز کي جوڙ ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي.
var1 جنهن جي ويليو اسان پهرين اسٽيٽمنٽ ۾ 20 مقرر ڪئي آهي، + آپريٽر var1 جي ويليو جيڪا 20 آهي ان ۾ 10 ٻيا جوڙ ڪندو ۽ اسائيمنٽ آپريٽر ٻنهي جي جوڙ يعني 30 کي var2 ۾ سيو ڪندو.
اهڙي طرح هاٽي اسان ويري ايبل کي هڪ مخصوص ويليو ڏيڻ ۾ ڪامياب ويا آهيون. اڳتي اسان ويري ايبل ۾ کي بورڊ ذريعي به ويليو ڏيڻ سکنداسين.

## آئوٽ پٽ Out put؛

هاٽي اوهان جڏهن هي پروگرام سي پلس پلس ۾ رن ڪرائيندا ته ان لاءِ هينيان طرح ڪوڊنگ لکڻي پوندي. ته جيئن اوهان پروگرام جو آئوٽ پٽ آساني سان ڏسي سگهو. دراصل اوهان مٿيان ٻه لائين سي پلس پلس ۾ وڌيڪ لکڻيون پونديون، باقي پروگرام جي اسٽيڪچر ساڳي ئي رهندي.

پروگرام نمبر 3

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
{
clrscr();
int var1=20;
int var2=var1+10;
cout<<var2;
getch();
return 0;
}
```

پروگرام نمبر3 ۾ ويري ايبل جو ڪم اسان مٿي سکي آيا آهيون، اسان مٿي سکي آيا آهيون ته cout جو ڪم آهي ته ويليو يا اسٽرينگ ڪانسٽنٽ کي اسڪرين تي پرنٽ ڪرائڻ، cout<<var2; جو ڪم آهي ته var2 جي ويليو کي اسڪرين تي پرنٽ ڪرائڻ، اسان کي خبر آهي ته var2 جي ويليو 30 آهي ڇو ته var1 جي ويليو اسان 20 رکي ۽ ان ۾ اسان 10 ٻيا جوڙ ڪيا انهن جو جواب 30 ٿيندو، ۽ اسائيمنٽ آپريٽر 30 کي var2 ۾ سيو ڪرائيندي، ۽ cout ، var2 جي ويليو يعني 30 کي اسڪرين تي پرنٽ ڪرائيندو.

## اِين ڊل مينوپليٽر endl manipulator؛

پروگرام نمبر4

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
```

```
{
clrscr();
cout<<"Hello tech in sindh!"<<endl; //endl use for new line
cout<<"C++ in sindhi"<<endl;
cout<<"My computer & C++"<<endl;
getch();
return 0;
}
```

پروگرام نمبر 4 ۾ اوهان کي ٽي اسٽيٽمنٽ نظر اچي رهيا آهن، اهي ٽئي اسٽرينگ ڪانسٽنٽ آهن .

اوهان کي پروگرام نمبر 4 ۾ هڪ نئون ۽ عجيب لفظ endl (اِين ڊل) نظر اچي رهيو آهي، اوهان پهريان وجي پروگرام نمبر 1 تي نظر ڦيرايو، ان پروگرام ۾ اسان هڪ اسٽيٽمنٽ ! Hello tech in sindhi اسڪرين تي پرنٽ ڪرائي، پر هن پروگرام ۾ اسان ٽي اسٽيٽمنٽ هڪ جڳهه تي پرنٽ ڪرايا آهن.

1. ! Hello tech in sindhi
2. C++ in sindhi
3. My computer & C++

هتي سوال هي آهي ته اسان جڏهن پروگرام نمبر 1 ۾ اين ڊل استعمال نه ڪيو ته پوءِ اسان پروگرام نمبر 4 ۾ اين ڊل جو استعمال ڇو ڪري رهيا آهيون.

جڏهن اوهان هن پروگرام کي رن ڪرائيندا ته ان جو آئوٽ پُٽ هن طرح ايندو.

```
Turbo C++ IDE
Hello tech in sindh!
C++ in sindhi
My computer & C++
_
```

اسان سي پلس پلس ۾ اِين ڊل جي جڳهه تي \n به استعمال ڪندا آهيون.

```
cout<<"Hello tech in sindh!\n";
```

## پروگرام نمبر 5

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
{
clrscr();
cout<<"Hello tech in sindh!";
cout<<"C++ in sindhi";
cout<<"My computer & C++";
getch();
return 0;
}
```

پروگرام نمبر 5 ۾ اسان اِين ڊل جو استعمال نه ڪيو آهي.

جڏهن اسان اين ڊل جو استعمال نه ڪيو ته ان پروگرام جو آئوٽ پٽ هن طرح آيو آهي.

Turbo C++ IDE
Hello tech in sindh! C++ in sindhi My computer & C++ _

هاڻي مون کي يقين آهي ته اوهان عجيب لفظ اين ڊل جي ڪم کان واقف ٿيا هوندا.
endl جو ڪم آهي ته هر اسٽيٽمنٽ کي نيئن لائين ۾ پرنٽ ڪرائڻ.
اوهان پروگرا نمبر 4 ۽ پروگرام نمبر 5 جي آئوٽ پُٽ کي ڏسي اين ڊل جي ڪم کان باآساني واقف ٿي ويا هوندا.

## سيٽ ڊبليو setw :

سيٽ ڊبليو ، سيٽ ورٿ (Set width) جو شارٽ فارم آهي هن جو ڪم آهي ته ورٿ کي سيٽ ڪرڻ. اسان سيٽ ڊبليو پروگرام کي خوبصورت لوڪ Look ڏيڻ لاءِ استعمال ڪندا آهيون.
هتي هڪ پروگرام جو مثال ونو جيڪو بغير سيٽ ڊبليو جي ٺهيل آهي.

پروگرام نمبر 6

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
cout<<"LOCATION   POPULATION"<<endl;
cout<<"Dadu  129374"<<endl;
cout<<"Hala  1234376"<<endl;
cout<<"Karachi   7543334"<<endl;
getch();
return 0;
}
```

پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.

```
C:\tc\BIN\HFG.EXE
LOCATION   POPULATION
Dadu  129374
Hala  1234376
Karachi   7543334
_
```

هاڻي اچو ته سيٽ ڊبليو جي مدد سان ٺاهيل هي پروگرام ڏسون.

پروگرام نمبر 7

```
#include<constream.h>
#include<iomanip.h>
int main()
{
clrscr();
cout<<setw(6)<<"LOCATION"<<setw(15)<<"POPULATION"<<endl;
cout<<setw(6)<<"Dadu"<<setw(15)<<"129374"<<endl;
```

```
cout<<setw(6)<<"Hala"<<setw(15)<<"1234376"<<endl;
cout<<setw(6)<<"Karachi"<<setw(15)<<"7543334"<<endl;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ هن ريت نڪرندو.

```
Turbo C++ IDE
LOCATION        POPULATION
Dadu            129374
Hala            1234376
Karachi         7543334
```

هن پروگرام جي آئوٽ پُٽ کي سمجهڻ تمام سولو آهي، setw(6) مطلب ته 6 ڪريڪٽر ڇڏي پوءِ هڪ اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائي. Setw(15) مطلب آهي ته 15 ڪريڪٽر ڇڏي پوءِ ٻئي اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائي.

Iomanip هيڊر فائيل سيٽ ڊبليو لاءِ استعمال ٿيل آهي.

## ڪريڪٽر ويري ايبلCharacter variable:

جيئن اسان مٿي سکي آيا آهيون ته انٽيجر ويري ايبل ۾ اسان انگن واري ويليو سيو ڪري سگهون ٿا، ساڳي طرح اسان ڪريڪٽر ويري ايبلز آلفابيٽڪ ويليو ڏئي سگهون ٿا. جئين @ ,$ ,A, B, C وغيره.

ڪريڪٽر ويري ايبل جي ويليو 0 کان 127 تائين آهي، پر ڪن آپريٽنگ سسٽم ۾ ڪريڪٽر جي ويليو 0 کان 256 تائين پڻ آهي.

## ڪريڪٽر ويري ايبل ڊڪليئر Declaration of ch:v:able:

ڪريڪٽر ويري ايبل ۽ انٽيجر ويري ايبل جي ڊڪليئر ڪرڻ واري سنٽيڪس Syntax ساڳي آهي. اسان انٽيجر ۾ int استعمال ڪندا آهيون ۽ ڪريڪٽر ۾ char استعمال ڪنداسون.

char a;

char b;

يا وري

char a,b,c,d,e;

پهرين اسان A ۽ B کي الڳ الڳ ڊڪليئر ڪيوسين پر ٽي نمبر اسٽيٽمنٽ ۾ اسان A B C D E کي هڪ ئي جڳهه تي ڊڪليئر ڪيو آهي.

## ڪريڪٽر ڪانسٽنٽCharacter constant:

اسان ڪريڪٽر ڪانسٽنٽ کي سنگل ڪوٽيشن ۾ لکندا آهيون. مثال ‘a’ يا وري ‘b’ وغيره.

پروگرام نمبر 8

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
{
clrscr();
char var1='A';
char var2='B';
cout<<var1;
cout<<var2;
getch();
return 0;
}
```

اوهان مٿين پروگرام ۾ ڪريڪٽر ڪانسٽنٽ جي ڪم کي باآساني سمجهي سگهو ٿا.
پهريان ٻه ڪريڪٽر ويري ايبل ڊڪليئر ڪيل آهن هڪ جو نالو var1 ۽ ٻئي جو نالو var2 ڏنل آهي. var1 جي ويليو A ۽ var2 جي ويليو B مقرر ڪيل آهي.
cout ذريعي انهن ويري ايبلز جي ويليو پرنٽ ڪرايل آهي. هن پروگرام جو آئوٽ پٽ هن طرح ايندو.




## فلوٽ ٽائيپ ويري ايبلFloat type variable:

انٽيجر ويري ايبل ۾ اسان بغير ڪنهن ڏهائي عدد جي ويليو وٺي سگهون ٿا، پر فلوٽ ويري ايبل ۾ اسان ڏهائي واري عدد ۾ وٺي سگهون ٿا. مثال 1.50 يا وري 234.99 وغيره.

### پروگرام نمبر 9

```
#include<iostream.h>
#include<conio.h>
int main()
{
clrscr();
float a=10.2;
float b;
b=a+1.2;
cout<<b;
getch();
return 0;
}
```

هي پروگرام ٻه پروگرام نمبر 3 جيان آهي، پر هن ۾ صرف هڪ فرق آهي ته هن پروگرام ۾ ڏهائي استعمال ڪيل آهي، جڏهن ته پروگرام نمبر 3 ۾ ڏهائي استعمال ٿيل ناهي.
جيڪڏهن اوهان کي هي پروگرام سمجهڻ ۾ مشڪلات محسوس ٿي رهي آهي ته پوءِ پروگرام نمبر 3 جا انسٽرڪشن پڙهو.

# باب چوٿون
# سي اين
## Cin

سي اين (cin) ڪون سول اِن پُٽ Consol input جو شارٽ فارم آهي. cin stand for consol in put
اسان سي اين جي ذريعي ڪي بورڊ مان ڪنهن ويري ايبل کي ويليو ڏئي سگهون ٿا.

## سي اين سنٽيڪس Cin syntex ؛

اچو ته هاڻي ڏسون ته سي اين کي سي پلس پلس ۾ ڪيئن لکجي.

cin>>a;

>> ايڪسٽريڪشن آپريٽر جو ڪم آهي ته اسان جيڪي به ويليو سي اين ذريعي وٺون ان کي ويري ايبل a ۾ سيو ڪري.




فگر نمبر2

اوهان مٿين فگر ۾ ڏسي سگهو ٿا ته ڪي بورڊ مان ڏنل ويليو پهريان سي اِن ۾ داخل ٿيندي آهي، پوءِ ايڪسٽريڪشن آپريٽر ان کي ويري ايبل ۾ سيو ڪندو آهي.
اچو ته سي اين جو هڪ مثال ڏسون.

### پروگرام نمبر 10

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a,b;
cout<<"Enter 1st Value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd Value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"Addition is "<<a+b;
getch();
return 0;
}
```

اوهان پروگرام نمبر 10 تي هڪ نظر وجهو، اوهان کي پهريان پهريان هڪ نئون هيڊر فائيل constream نظر اچي رهيو آهي.

## ڪونسٽريم هيڊر فائيلconstream header file؛

اسان ڪونسٽريم هيڊر فائيل iostream ۽ conio جي جڳهه تي استعمال ڪندا آهيون، جتي اسان اڳ ۾ هيڊر فائيل استعمال ڪندا هئاسين هاڻي اتي اسان هڪ هيڊر فائيل ڪونسٽريم استعمال ڪنداسين.

پروگرام نمبر 10 ۾ پهريان ته اسٽرينگ ڪانسٽنٽ Enter 1st value پرنٽ ٿيندو، پوءِ اتي ڪرسر اچي ويندو، اوهان هاڻي ڪي بورڊ مان هڪ انٽيجر ويليو ڏيو مثال 20 ۽ پوءِ انٽر پريس ڪريو، جيئن اوهان انٽر پريس ڪندا ته وري ٻئي اسٽرنگ ڪانسٽنٽ Enter 2nd value اسڪرين تي پرنٽ ٿيندو، ۽ وري هيٺ ڪرسر اچي ويندو، اوهان هاڻي ٻي ويليو ڏيو، مثال 13 ۽ پوءِ اوهان جيئن انٽر پريس ڪندا ته ٽيئن اسٽرنگ ڪانسٽنٽ Addition is پرنٽ ٿيندو، ان جي سامهون ويري ايبل A ۽ وري ايبل B جو ويليو جوڙ ٿيل نظر ايندي، ويري ايبل A ۽ B جو جوڙ 33 پرنٽ ٿيندو.

اچو ته ڏسون سي پلس پلس ۾ هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڇا ٿو نڪري.




اسان سي اين جي ذريعي هڪ کان وڌيڪ ويري ايبلز جي ويليو هڪ ئي اسٽيٽمنٽ ۾ وٺي سگهون ٿا.

# باب پنجون
# ارٿ ميٽڪ آپريٽر

Arithmetic operators

سي پلس پلس ۾ پنج آرٿ ميٽڪ آپريٽر آهن، جيڪي سي پلس پلس ۾ بہ ميٿ وانگر جوڙ ۽ ڪٽ وغيره لاۓ استعمال ٿيندا آهن. اهي پنج ارٿ ميٽڪ آپريٽر هيٺ ڏجن ٿا.

| آپريٽر | نالو |
|---|---|
| + | پلس |
| - | مائينس |
| * | ملٽيپليڪش |
| / | ڊيويزن |
| % | ريمائينڊر |

اسان ارٿ ميٽڪ آپريٽر جو استعمال هر قسم جي ويري ايبل تي ڪري سگهون ٿا، انٽيجر ۽ فلوٽنگ ويري ايبل سان پڻ استمال ڪري سگهون ٿا. جيئن بين بولين ۾ ارٿ ميٽڪ جو استعمال آهي، سي پلس پلس ۾ تقريباً ساڳيو سينٽيڪس استعمال ڪبو آهي.
هاڻي اچو تہ هنن آپريٽرز جو استعمال ڪرڻ سکون.

## پلس آپريٽر Plus operator ؛

هي آپريٽر ٻن عددن يا ويري ايبلز جي جوڙ لاۓ استعمال ٿيندو آهي.

پروگرام نمبر 11

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a,b,c;
cout<<"Enter 1st value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"Enter 3rd value"<<endl;
cin>>c;
cout<<"Addition is "<<a+b+c;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام ۾ اوهان کي ويري ايبل a,b,c جو جوڙ ڏيکاريو ويندو.

## مائينس آپريٽ minus operaters ؛

هي آپريٽر ٻن عددن جي ڪٽ لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

پروگرام نمبر 12

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a,b;
cout<<"Enter 1st value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"subtraction is "<<a-b;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام ۾ ويري ايبل A مان B جي ويليو ڪٽ ڪئي ويندي.

## ملٽيپلڪيشن آپريٽر Multiplction operator؛

اسان وٽ ٽيون ارٿ ميٽڪ آپريٽر آهي ملٽيپڪيشن جنهن جو ڪم ٻن انگن کي ضرب ڪرڻ آهي.

پروگرام نمبر 13

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a,b;
cout<<"Enter 1st value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"subtraction is "<<a*b;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام ۾ A ۽ B جي ويليوز کي پاڻ ۾ ضرب ڪيو ويندو.

## ڊويزن آپريٽر Division operator؛

ڊويزن ميٽ وانگر سي پلس پلس ۾ پڻ ساڳيو ڪم ڪري ٿو، هي پهريون رقم کي مخصوص حصن ۾ ورهائڻ لاءِ ڪم اچي ٿو.

پروگرام نمبر 14

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a,b;
cout<<"Enter 1st value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"subtraction is "<<a/b;
getch();
return 0;
}
```

## ريمائينڊر آپريٽرRemainder operator:

ريمائينڊر آپريٽر انهي لاءِ ڪم ايندو آهي ته اسان جڏهن ٻن عددن کي هڪ ٻئي مان ونڊ ڪندا آهيون، جيڪا ٻه پاڇي بچندي آهي، انهي کي ڏيکارڻ لاءِ اسان هي آپريٽر استعمال ڪندا آهيون.

پروگرام نمبر 15

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a,b;
cout<<"Enter 1st value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"subtraction is "<<a/b;
cout<<"remainder is "<<a%b;
getch();
return 0;
}
```

اوهان کي هاڻي ارٿ ميٽڪ آپريٽر جو استعمال باآساني اچي ويو هوندو، اوهان سوچيندا هوندا ته هنن پنجن پروگرامن بابت اوهان کي ڇو نه سمجهايو ويو. دراصل ڳالهه هي آهي ته اوهان کي هنن پروگرامن جي اسٽيڪچر جي باري ۾ اڳئي سمجهائي آيو آهيان، هنن ۾ صرف آپريٽر جي تبديلي ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن اوهان کي اجان به هنن پروگرامن جي سمجهڻ ۾ مشڪل ٿي رهي آهي ته هن انسٽريڪشنز کي وري پڙهو.

## ارٿ ميٽڪ اسائيمنٽ آپريٽرArithmetic assignment operators:

سي پلس پلس ۾ اوهان ڪيترن ئي مختلف طريقن سان ڪوڊنگ لکي پنهنجي پروگرام جو سائيز ۽ ڪوڊنگ کي گهٽ ڪري سگهو ٿا، هتي اسان اهڙي ئي آپريٽر جو ذڪر ڪنداسين جيڪو ارٿ ميٽڪ آپريٽر ۽ اسائيمنٽ آپريٽر کي گڏي هڪ نئون آپريٽر ارٿ ميٽڪ اسائيمنٽ آپريٽر ناهيو ويو آهي.

اچو ته هڪ مثال وٺون.

```
a=a+b;
```

اسان مٿين لاجڪ کي ارٿ ميٽڪ اسائيمنٽ ذريعي هن طرح سان لکنداسين.

```
a+=b
```

ڪجھ ٻيا به ارٿ ميٽڪ اسائيمنٽ آپريٽر آهن، جن کي اوهان مٿيئن طريقي سان پروگرام ۾ استعمال ڪري سگهو ٿا.

| -= | *= | /= | %= |
|---|---|---|---|

اچو ته هاڻي ارٿ ميٽڪ اسائيمنٽ اپريٽر جو پروگرام سکون.

## پروگرام نمبر 16

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int ans=27;
ans+=10;
cout<<ans<<" , ";
ans-=7;
cout<<ans<<" , ";
ans*=2;
cout<<ans<<". ";
ans/=3;
cout<<ans<<" , ";
ans%=3;
cout<<ans<<endl;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ هن ريت نڪرندو.




اچو ته ڏسون ته هي آئوٽ پٽ ڪيئن آيو آهي.

اسان سڀ کان پهريان هڪ ويري ايبل ڊڪليئر ڪيو آهي، جنهن جو نالو اسان ans ڏنو آهي، ۽ اسائيمنٽ آپريٽر ذريعي ان جي ويو 27 مقرر ڪيوسين.
ٻئي نمبر ۾ اوهان کي جيڪو ;ans+=10 نظر اچي رهيو آهي ان کي سي پلس پلس جي ٻولي ۾ لاجڪ Logic چيو وجي ٿو.
اسان ويري ايبل ans جي ويليو 27 ڏئي آيا آهيون، ارٿ ميٽڪ اسائيمنٽ آپريٽر انهن 27 ۾ 10 جوڙ ڪري ans جي ويليو 37 ڪندو.
پوءِ cout جي اسٽيٽمنٽ ڏنل آهي، cout جو ڪم آهي ته ans جي ويليو اسڪرين تي پرنٽ ڪري، آخر ۾ انسرشن آپريٽر کان پوءِ ڪاما (،) ڏنل آهي، جيڪو پڙ ans جي ويليو کان پوءِ پرنٽ ٿيندو.
وري به لاجڪ استعمال ٿيل آهي، ans-=7 ڏنل آهي، هي ans جي ويليو يعني 37 مان 7 ڪٽ ڪندو، ۽ وري سي آئوٽ ans جي ويليو 30 پرنٽ ڪندو.
ان کان پوءِ وري به لاجڪ استعمال ٿيل آهي، ans *=2 هاڻي ans جي ويليو يعني 30 کي 2 سان ضرب ڪندو، ۽ وري سي آئوٽ ans جي ويليو 60 پرنٽ ڪندو.
هاڻي وري به لاجڪ استعمال ٿيل آهي، ans/=3 هاڻي ans جي ويليو يعني 60 کي 3 سان وند ڪندو، ۽ سي آئوٽ ans جي ويليو 20 اسڪرين تي پرنٽ ڪندو.
هاڻي ڏسو آخري لاجڪ ans%=3 هاڻي ans جي ويليو يعني 20 کي 3 سان ونڊ ڪندو ۽ بچيل پاڇي يعني 2 کي سي آئوٽ جي مدد سان اسڪرين تي پرنٽ ڪرائيندو.

تمام آساني سان پروگرام نمبر13 بابت ٻڌايل آهي، مون کي يقين آهي ته اوهان کي آساني سان پروگرام سمجهڻ ۾ اچي ويو هوندو.

# باب ڇهون
# رليشن آپريٽرس

## Relation operator

رليشن آپريٽر ٻن ويليوز کي پاڻ ۾ ڪمپيئر ڪندا آهن، اهي ويليو ڪهڙن ئي ڊيٽا ٽائيپز ۾ ڏنل هجن مثال: انٽيجر، ڪريڪٽر، فلوٽ وغيره.
سي پلس پلس ۾ ڇهه رليشن آپريٽرز آهن، جن جي لسٽ هيٺ ڏجي ٿي.

| رليشن آپريٽرز | رليشن آپريٽرز جا نالا |
|---|---|
| > | گريٽر دين (greater than) |
| < | ليس دين (less than) |
| == | ايقيول ٽو (equal to) |
| != | ناٽ ايقيول ٽو (not equal to) |
| >= | گريٽر دين آر ايقيول ٽو (greater than or equal to) |
| <= | ليس دين آر ايقيول ٽو (less than or equal to) |

جڏهن اسان رليشن آپريٽرز جي ذريعي ٻن ويليو کي پاڻ ۾ ڪمپيئر ڪندا آهيون، جڏهن ڪنڊيشن صحيح هجي مثال: 1< 10، چا 10 وڌيڪ آهن 1 کان، اسان آساني سان چئي سگهون ٿا ته بلڪل 10 وڌيڪ آهن 1 کان، اها ڪنڊيشن صحيح آهي، انهي لاءِ سي پلس پلس صحيح جي جاءِ تي 1 پرنٽ ڪندو.
پر جي ڪنڊيشن غلط هجي، مثال: 11< 10 چا 10 وڌيڪ آهن 11 کان، اسان آساني سان چئي سگهون ٿا ته 10 وڌيڪ ناهن 11 کان، اها ڪنڊيشن غلط آهي، انهي لاءِ سي پلس پلس غلط جي جاءِ تي 0 پرنٽ ڪندو. اچو ته رليشن آپريٽرز جو هڪ سادو مثال وٺون.

### پروگرام نمبر 17

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int numb;
cout<<"Enter a number"<<endl;
cin>>numb;
cout<<"Number < 10 is "<<(numb<10)<<endl;
cout<<"Number > 10 is "<<(numb>10)<<endl;
cout<<"Number == 10 is "<<(numb==10)<<endl;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پُٽ هن ريت نڪرندو.

```
C:\tc\BIN\F.EXE
Enter a number
20
Number < 10 is 0
Number > 10 is 1
Number == 10 is 0
```

اچو ته ڏسون هن پروگرام جي اسٽيڪچر چا آهي.

اسان سڀ کان هڪ انٽيجر ويري ايبل ڊڪليئر ڪيو آهي، جنهن جو نالو اسان numb رکيو آهي.

پوءِ اسان هڪ اسٽرينگ ڪانسٽنٽ Enter a number اسڪرين تي پرنٽ ڪرايو آهي. پوءِ اسان cin جي ذريعي numb جي ويليو ڪي بورڊ مان ورتي آهي، جيڪو اسان 20 ڏنو آهي.

ان ڪان پوءِ اسان cout جي ذريعي Number < 10 پرنٽ ڪرايو آهي. ۽ پوءِ اسان انسرشن آپريٽر ڏئي ويليو ڪي ڪمپيئر ڪرايو آهي. (numb < 10) اسان کي خبر آهي ته اسان numb جي ويليو 20 ڏني آهي، هاڻي ڪنڊيش غلط آهي، چو ته 20 وڏيڪ ناهن 10 ڪان انهي لاءِ اسٽيٽمنٽ جي سامهون 0 پرنٽ ٿيل آهي.

انهي ڪان پوءِ بي اسٽيٽمنٽ ۾ پهريان اسٽرينگ ڪانسٽنٽ Number > 10 پرنٽ ڪرايل آهي. پوءِ ويليوز کي ڪمپيئر ڪيو ويو آهي، (num > 10) اسان کي آهي ته اسان numb جي ويليو 20 مقرر ڪئي آهي، هاڻي ڪنڊيشن صحيح آهي، چو ته 20 وڏيڪ آهن 10 کان ناهي لاءِ اسٽيٽمنٽ جي سامهون 1 پرنٽ ٿيندو.

آخري اسٽيٽمنٽ ۾ ساڳي طرح پهريان هڪ اسٽيٽمنٽ Number == 10 پرنٽ ڪرايل آهي، پوءِ ويليوز کي ڪمپيئر ڪرايل آهي، (numb == 10) اسان کي خبر آهي ته numb جي ويليو اسان 20 مقرر ڪئي آهي، هاڻي ڪنڊيشن غلط آهي، چو ته 20 برابر ناهن 10 جي، انهي لاءِ اسٽيٽمنٽ جي سامهون 0 پرنٽ ٿيندو.

هاڻي اچو ته هڪ اهڙي پروگرام جو مثال وٺون جنهن ۾ ڇهه ئي رليشن آپريٽر استعمال ڪيل آهن.

## پروگرام نمبر 18

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int numb;
cout<<"Enter a number"<<endl;
cin>>numb;
cout<<"Number < 10 is "<<(numb<10)<<endl;
cout<<"Number > 10 is "<<(numb>10)<<endl;
cout<<"Number == 10 is "<<(numb==10)<<endl;
cout<<"Number != 10 is "<<(numb!=10)<<endl;
cout<<"Number >= 10 is "<<(numb>=10)<<endl;
cout<<"Number <= 10 is "<<(numb<=10)<<endl;

getch();
return 0;
}
```

پروگرام نمبر 18 جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت ايندو.

```
Turbo C++ IDE
Enter a number
20
Number < 10 is 0
Number > 10 is 1
Number == 10 is 0
Number != 10 is 1
Number >= 10 is 1
Number <= 10 is 0
_
```

هن پروگرام جا پهريان ٽي اسٽيٽمنٽ اوهان کي پروگرام نمبر 17 ۾ ٻڌايل آهن.
چوٿين نمبر اسٽيٽمنٽ ۾ چيل آهي ته (numb != 10) جيڪا ڪنديشن صحيح آهي، چو ته اسان numb جي ويليو 20 پرنٽ ڪرائي آهي، اسان کي خبر آهي ته 20 برابر ناهن 10 جي، انهي لاءِ اسٽيٽمنٽ جي سامهون 1 پرنٽ ٿيندو.
پنجين نمبر اسٽيٽمنٽ ۾ چيل آهي ته (numb >= 10) جيڪا ڪنديشن صحيح آهي، چو ته اسان کي خبر آهي ته numb جي ويليو 20 مقرر ڪيل آهي، اسان ڄاڻو ٿا ته 10 برابر ناهن 20 جي، پر 20 وڌيڪ آهن 10 کان انهي لاءِ اسٽيٽمنٽ جي سامهون 1 پرنٽ ٿيل آهي.
آخري اسٽيٽمنٽ ۾ چيل آهي ته (numb <= 10) جيڪا ڪنديشن غلط آهي، چو ته اسان کي خبر آهي ته numb جي ويليو 20 مقرر ڪيل آهي، اسان ڄاڻو ٿا ته 20 نه برابر آهن 10 جي ۽ نه ئي گهٽ آهن 10 کان، انهي لاءِ اسٽيٽمنٽ جي سامهون 0 لکيل آهي.
هاڻي اوهان رليشن آپريٽر جي استعمال ۽ ڪم کان واقف ٿي ويا هوندا.

# باب ستون
# لوپس

Loops

اوهان انگلش لفظ Loop کان اڳئي واقف هوندا، جنهن جي معنيٰ آهي مسلسل هلڻ واري شئي.
ساڳئي طرح سي پلس پلس ۾ بہ لوپ جو ساڳيو ئي ڪانسيپٽ Concept آهي. اسان هڪ اسٽيٽمنٽ جي ذريعي گهڻيون ئي اسٽيٽمنٽس هڪ جڳهہ تي پرنٽ ڪرائي سگهون ٿا.
اسان پروگرام ۾ لوپ جو استعمال پروگرام جي ڪوڊنگ گهٽائڻ ۽ سائيز گهٽائڻ لاءِ استعمال ڪندا آهيون، لوپ جي ذريعي نهيل پروگرام سمجهڻ ۾ پڻ آسان هوندو آهي.
سي پلس پلس ۾ لوپ جا ٽي قسم آهن.

1. فار لوپ (for loop)
2. وائيل لوپ (while loop)
3. ڊو وائيل لوپ (do while loop)

هاڻي اچو تہ لوپ جي قسمن بابت ڪجهہ سکون ۽ انهن جي باري ۾ ڪجهہ مثال ڏسون.

## 1. فار لوپFor loop:

اسان فار لوپ ان وقت استعمال ڪندا آهيون جڏهن اسان کي خبر هجي تہ اسان کي گهڻا چڪر اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائڻي آهي، مثال: اسان کي Sindh لفظ 10 چڪر پرنٽ ڪرائڻو آهي تہ اسان فار لوپ استعمال ڪندا سين.
اچو تہ فار لوپ جي سانٽيڪس لکڻ سکون.




فگر نمبر 3

اوهان کي مٿي فار لوپ جي اسٽيڪچر نظر اچي رهي آهي، اچو تہ هاڻي فار لوپ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون.

Initialization expression اسان هن ۾ ويري ايبل جي پهريان ويليو ڏيندا آهيون، جيئن فگر نمبر3 ۾ ويري ايبل a جي ويليو 1 ڏنل آهي. هي صرف هڪ چڪر هلندو آهي پوءِ لوپ test expression ۽ increment expression ڏانهن رجوع ڪندو آهي.

Test expression اسان هن ۾ رليشن آپريٽر جي ذريعي ويليوز کي ڪمپيئر ڪرائيندا آهيون، جڏهن ويليو غلط ٿي ويندو ته لوپ ختم ٿي ويندو.

Increment expression دراصل هن ۾ ويري ايبل جي ويليو 1 وڌندي آهي، جيئن اسان a جي ويليو 1 ڏني آهي، جڏهن لوپ اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪندو ته وري Increment expression ڏانهن ويندو، Increment expression ويري ايبل a جي ويليو 2 ڪري ڇڏيندو. اسان لوپ ۾ Increment expression جي جڳهه تي decrement expression به استعمال ڪندا آهيون، هي ويري ايبل جي ويليو مان 1 ڪٽ ڪندو آهي.

ياد رکو ته فار لوپ جي اڳيان سيمي ڪالن استعمال نه ٿيندو ۽ جي اوهان سيمي ڪالن استعمال ڪندا ته پوءِ اوهان جو پروگرام ته هلي سگهي ٿو پر آئوٽ پٽ صحيح نه ايندو.

هميشه جيڪا به اسٽيٽمنٽ اوهان کي پرنٽ ڪرائڻي آهي، ته اها فار لوپ جي اسٽڪچر جي هيٺيان لکڻ گهرجي.

اچو ته فار لوپ ۾ هڪ سادي پروگرام جو مثال وٺون.

## پروگرام نمبر 19

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a;
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<a;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ هن ريت نڪرندو.




اچو ته ڏسون هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪيئن نڪتو.

سڀ کان پهريان هڪ انٽيجر ويري ايبل a ڊڪليئر ڪيل آهي. پوءِ فار لوپ جي اندر انٽيجر ويري ايبل a جي ويليو 1 مقرر ڪيل آهي.

هاڻي ڪمپائيلر ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو.

for(a=1; a<=10; a++)

پوءِ ڪمپائيلر ڏسندو تہ واقعي 1 ننڍو آهي 10 کان، جي ها 1 ننڍو آهي 10 کان، انهي لاءِ ڪنڊيشن صحيح آهي، ڪمپائيلر هيٺ ايندو ۽ اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪندو.

```
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<a;
```

هاٽي cout ويري ايبل a جي ويليو پرنٽ ڪندو يعني 1.
پوءِ وري ڪمپائيلر انڪريمنٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو.

```
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<a;
```

انڪريمنٽ ايڪسپريشن ويري ايبل a جي ويليو1 مان وڌائي 2 ڪندو.
۽ پوءِ وري ڪمپائيلر ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو.

```
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<a;
```

ڇا واقعي 2 ننڍو آهي 10 کان، ڪنڊيشن صحيح آهي، انهي لاءِ ڪمپائيلر وري اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائيندو.

```
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<a;
```

هاٽي a جي ويليو 2 آهي، cout هاٽي 2 پرنٽ ڪندو.
اهو سلسلو هلندو رهندو، وري ڪمپائيلر ويندو انڪريمنٽ ايڪسپريشن ڏانهن، انڪريمنٽ ايڪسپريشن a جي ويليو 3 ڪندو، وري ڪمپائيلر ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏي ويندو، جيڪڏهن ڪنڊيشن صحيح آهي تہ وري اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائيندو.
لوپ هلندي آخر ۾ a جي ويليو وڌندي 10 ٿيندي ۽ پوءِ ڪمپائيلر ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، 10 گهٽ ناهن 10 جي، پر 10 برابر آهن 10 جي، انهي لاءِ هي ڪنڊيشن صحيح آهي ڪمپائيلر اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائيندو.
وري ڪمپائيلر انڪريمنٽ اڪسپريشن ڏانهن ويندو، انڪريمنٽ آپريٽر a جي ويليو 11 ڪندو، ڪمپائيلر وري ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، ڏسندو تہ 11 برابر آهن 10 جي يا گهٽ آهن 10 کان، ٻئي ڪنڊيشن غلط آهن انهي لاءِ لوپ ختم ٿي ويندو ۽ پروگرام بہ ختم ٿي ويندو.




فگر نمبر4

اوهان ڪي فگر نمبر 4 ۾ فار لوپ جي سجي اسٽيڪچر ٻڌايل آهي، سڀ کان پهريان انيشلائيزيشن پوءِ ٽيسٽ ايڪسپريشن، ڪنڊيشن غلط هجي ته لوپ ختم ۽ جي ڪنڊيشن صحيح هجي ته اسٽيٽمنٽ پرنٽنگ، ۽ پوءِ وري انڪريمنٽ ايڪسپريشن، ۽ وري ساڳيو چڪر شروع.

## ڊڪريمنٽ ايڪسپريشنDecrement expression:

اسان مٿي انڪريمنٽ ايڪسپريشن متعلق سکي آيا آهيون، انڪريمنٽ ايڪسپريشن ويري ايبل جي ويليو ۾ 1 جو اضافو ڪندو آهي.
ساڳئي طرح ڊڪريمنٽ ايڪسپريشن ويري ايبل جي ويليو مان 1 ڪٽ ڪندو آهي.
اچو ته ڊڪريمنٽ ايڪسپريشن جو هڪ پروگرام ڏسون.

پروگرام نمبر 20

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a;
for(a=10; a>=1; a--)
cout<<a;
getch();
return 0;
}
```

پروگرام نمبر 17 جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت ايندو.




اچو تہ ڏسون تہ هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪيئن نڪتو.

اوهان ڪي فار لوپ جي سڄي اسٽيڪچر ۾ ڪم پروگرام نمبر 19 ۾ ٻڌايل آهي. سڀ کان پهريان ڪمپائيلر انيشلائيزيشن ڏي ويندو، جتي ويري ايبل a جي ويليو 10 مقرر ڪيل آهي، پوءِ وري ڪمپائيلر ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، a>=1 چا 10 وڏا آهن يا برابر آهن 1 جي، 10 هڪ جي برابر تہ ناهي پر 1 کان وڏو آهي، انهي لاءِ ڪنڊيشن صحيح آهي، ڪمپائيلر سي آئوٽ ڏانهن ويندو ۽ ويري ايبل a جي ويليو 10 پرنٽ ڪرائيندو. پوءِ وري ڪمپائيلر ڊڪريمنٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، ۽ a جي ويليو يعني 10 مان 1 ڪٽ ڪندو ۽ a جي ويليو 9 ڪندو. وري ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، ڪنڊيشن صحيح هوندي تہ هيٺ سي آئوٽ ڏانهن ايندو، ۽ a جي ويليو يعني 9 پرنٽ ڪرائيندو.

آخر ۾ ڊيڪريمنٽ ايڪسپريشن جي مدد سان a جي ويليو گهٽ ٿيندي 1 ۾ اچي بيهندي، پوءِ ڪمپائيلر وري ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، چا 1 برابر آهن 1 جي، يا وري 1 وڏو آهي 1 کان. 1 وڏو ناهي 1 کان، پر 1 برابر آهي 1 جي، انهي ڪنڊيشن صحيح آهي، ڪمپائيلر هيٺ ايندو، ۽ a جي ويليو يعني 1 پرنٽ ڪندو، وري ڪمپائيلر مٿي ڊڪريمنٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، ۽ a جي ويليو ڪي 1 مان گهٽائي 0 ڪندو، پوءِ ڪمپائيلر ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو ۽ ڏسندو تہ 0 برابر آهي 1 جي، يا 0 وڏو آهي 1 کان. هتي ٻئي ڪنڊيشن صحيح ناهن، چو تہ 0 نہ تہ 1 کان وڏو آهي ۽ نہ ئي برابر، انهي لاءِ لوپ ختم ٿي ويندو.

## فار لوپ اسٽيٽمنٽfor loop statement:

اوهان هڪ مثال وٺو اوهان کي 10 چڪر لفظ SINDHI پرنٽ ڪرائڻو آهي، اوهان جيڪڏهن لوپ کان بغير اهو پرنٽ ڪرائيندا تہ اوهان کي هن طرح پروگرام لکڻو پوندو.

## پروگرام نمبر 21

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
cout<<"SINDHI"<<endl;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.




پر اسان اهو ساڳيو پروگرام فار لوپ ۾ لکنداسين ته اهو ننڍو ۽ آسان بيهندو ۽ آئوٽ پٽ به ساڳئي نڪرندي.

## پروگرام نمبر 22

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a;
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<"SINDHI"<<endl;
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو به آئوٽ پٽ 21 نمبر پروگرام جهڙو ئي نڪرندو.




هن پروگرام کي سمجهڻ لاءِ پروگرام نمبر 19 کي ڏسو، هن پروگرام ۽ پروگرام نمبر 19 ۾ هڪ فرق آهي، پروگرام نمبر 19 ۾ اسان سي آئوٽ ذريعي ويري ايبل جي ويليو مثال: 12345678910 پرنٽ ڪرائيندا هئاسين، هاڻي ان جڳهه تي اسان اسٽرنگ ڪانسٽنٽ sindhi کي پرنٽ ڪرايو آهي.

## ادر اسٽيٽمنٽother statement:

اسان سي پلس پلس ۾ مختلف قسم جا اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائي سگهون ٿا. اچو هڪ اسٽيٽمنٽ جو مثال وٺون جنهن ۾ ارٿ ميٽڪ جو استعمال ٿيل آهي.

### پروگرام نمبر 23

```
#include<constream.h>
int main()
{
clrscr();
int a;
for(a=1; a<=10; a++)
cout<<a+a<<" ";
getch();
return 0;
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.




پروگرام نمبر 23 جو اسٽيڪچر مٿي لوپ بابت ڏنل مثالن جهڙو ئي آهي. هن پروگرام ۾ صرف هڪ فرق آهي ته اڳئي اسين سي آئوٽ ذريعي اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائيندا هئاسين، پر پروگرام نمبر 23 ۾ اسان سي آئوٽ ۾ ويري ايبل a کي a سان جوڙ ڪرايو آهي، پهريان ويري ايبل جي ويليو 1 مقرر ڪيل آهي، سي آئوٽ 1+1 جو جوڙ 2 پرنٽ ڪرائيندو. وري ڪمپائيلر مٿي انڪرمنٽ آپريٽر ڏانهن ويندو، انڪريمنٽ آپريٽر وري ايبل a جي ويليو به ڪندو، سي آئوٽ 2+2 جو جوڙ 4 پرنٽ ڪرائيندو. ان کان پوءِ ڊبل ڪوٽيشن جي اندر هڪ اسپيس انهي لاءِ ڇڏيل آهي ته جيئن انگن جي وچ ۾ اسپيس پرنٽ ٿئي.

## ملٽي پُل اسٽيٽمنٽ ان لوپ باڊي Multipul statement in loop body:

يقينن اوهان فار لوپ ۾ هڪ کان وڌيڪ اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائڻ جا خواهشمند هوندا. جي ها! اوهان فار لوپ ۾ هڪ کان وڌيڪ اسٽيمنٽ پرنٽ ڪرائي سگهو ٿا. اوهان کي لوپ باڊي ۾ ڏنل اسٽيٽمنٽ کي بريسز ڏيڻو پوندو. اچو ته هڪ مثال وٺون جنهن ۾ هڪ پاسي انگ ڏنل آهن ۽ ان جي سامهون انهن جا ڪيوب ڏيکاريل آهن.

پروگرام نمبر 24

```
#include<constream.h>
#include<iomanip.h>
void main()
{
clrscr();
for(int numb=1; numb<=10; numb++)
{
cout<<setw(4)<<numb;
int cube=numb*numb*numb;
cout<<setw(6)<<cube<<endl;
}
getch();
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ هن ريت نڪرندو.

```
Turbo C++ IDE
   1     1
   2     8
   3    27
   4    64
   5   125
   6   216
   7   343
   8   512
   9   729
  10  1000
_
```

اچو ته سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ته هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪيئن نڪتو.
اوهان کي ڪونسٽريم جي هينيان آيو مينپ هيڊر فائيل ڏسڻ ۾ اچي رهيو هوندو. اسين مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون ته ايو مينپ سيٽ ڊبليو جي لاءِ استعمال ڪيو ويندو.

## وائيوڊ Void:

آيومينپ کان پوءِ اوهان کي هڪ نئون کي ورڊ وائيوڊ نظر اچي رهيو آهي. وائيوڊ کي ورڊ اسان انهي لاءِ استعمال ڪندا آهيون ته هن ۾ ڪو به ريٽن ٽائيپ ناهي، اسان جڏهن int استعمال ڪندا هئاسين ته لازمي اسان کي return 0; استعمال ڪرڻو پوندو هو پر وائيوڊ جي استعمال کان پوءِ اسان کي return 0; جي استعمال مان ڇوٽڪارو ملي ويندو.

## ويري ايبل اِن فار لوپVariable in for loop؛

هن پروگرام ۾ ويري ايبل کي ڊڪليئر ڪرڻ جو هڪ نئون طريقو ڏسي رهيا آهيون، اسان اڳي لوپ جي ٻاهران ويري ايبل کي ڪجهه هن ريت ڊڪليئر ڪندا هئاسين int a; پر هن پروگرام ۾ اسان ويري ايبل کي فار لوپ جي اندر ڊڪليئر ڪيو آهي. for(int numb=1; هن اسٽيٽمنٽ ۾ اسان فار لوپ جي اندر ويري ايبل کي ڊڪليئر ڪري ان جي ويليو 1 رکي آهي.

انهي کان پوءِ وري بريسز استعمال ٿيل آهن، بريسز جي اندر ڏنل اسٽيٽمنٽ کي اسٽيمنٽ باڊي آف فار لوپ چيو وجي ٿو، بريسز جي استعمال کان سواءِ اوهان پروگرام ۾ ايرر کي منهن ڏيٽو پوندو.

ان کان پوءِ cout<<setw(4)<<numb; ان جو مطلب آهي ته ويري ايبل numb جي ويليو 4 ڪريڪٽر ڇڏي پوءِ پرنٽ ڪرائي. اوهان متي پروگرام جي آئوٽ پُٽ ۾ ڏسي سگهو ٿا ته نمبر 1،2،3 وغيره ٿوري جڳهه يعني 4 ڪريڪٽر ڇڏي پوءِ پرنٽ ٿيل آهن

ان کان پوءِ cube جي نالي سان هڪ ويري ايبل ڊڪليئر ڪيل آهي، ۽ ويري ايبل cube برابر آهي numb*numb*numb جي برابر آهي. مثال نمبر 5 ۾ ڪيوب جي ويليو 125 پرنٽ ڪيل آهي. چو ته 5*5*5 هن جي ضرب اپت 125 ٿيندي.
هن ٽائيپ لکيل ڪوڊ کي لاجڪ چئبو آهي.

ان کان پوءِ cout<<setw(6)<<cube; لکيل آهي، هن جو مطلب آهي ته وري ايبل cube جي جيتري به ويليو هجي اها ڇهه ڪريڪٽر ڇڏي پوءِ پرنٽ ڪرائي .

## ملٽي پُل انيشلائيزيشنMultipul initialization؛

اسان اڳئي هڪ انيشلائيزيشن لکندا هئاسين، مثال .........for(a=1 پر هاڻي اسان هڪ وڌيڪ انيشلائيزيشن جو هڪ مثال ونون ٿا.

### پروگرام نمبر 25

```
#include<constream.h>
void main()
{
clrscr();
for(int a=1, b=1; a<=100; a=a+b, b=a+b)
cout<<a<<" "<<b<<" ";
getch();
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.




هن سيريز کي فائيبونڪ سيريز چيو وڃي ٿو. هن جي آئوٽ ۾ ڏسندا ته پهريان ٻن عددن جو جوڙ پرنٽ ڪرايل آهن مثال 1+1=2 پوءِ وري آخري 1 ۽ 2 جو جوڙ 3 پرنٽ ڪرايل آهي. پوءِ 2۽ 3 جو جوڙ 5 پرنٽ ڪرايل آهي.

اچو هاڻي هن پروگرام جي آئوٽ پُٽ تي ويچار ڪريون.

هن پروگرام جي انيشلائيزيشن ۾ ٻه وري ايبل a ۽ b ڊڪليئر ڪيل آهن، ٻنهي جي ويليو 1 مقرر ڪيل آهي.

پوءِ ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏنل آهي.

پوءِ انڪريمنٽ آپريٽر جي جڳهه تي a=a+b, b=a+b ڏنل آهي، آئون سمجهان ٿو ته مٿي پروگرام ۾ سيئي ڪوڊنگ اوهان کي سمجهايل آهن سواءِ انڪريمنٽ آپريٽر جي جڳهه تي استعمال ٿيل a=a+b, b=a+b جي باري ۾ اوهان کي مٿي نه ٻڌايو ويو آهي.

جڏهن ڪمپائيلر هڪ چڪر سي آئوٽ طرف ويندو، پوءِ وري اينڪريمنٽ آپريٽر وٽ ايندو. پهريان ڪمپائيلر b=a+b طرف ويندو، a ۽b جي ويليو 1 آهن ٻنهي جي جوڙ يعني 2 کي b ۾ سيو ڪندو. هاڻي ويري ايبل b جي ويليو 2 ٿي ويندي، پوءِ ڪمپائيلر وري a=a+b ڏانهن ويندو. اسان کي خبر آهي ته a جي ويليو 1 مقرر ڪيل آهي ۽ هاڻي b جي ويليو 2 آهن انهن ٻنهي جو جوڙ يعني 3 کي ويري ايبل a ۾ سيو ڪندو ۽ هيٺ پرنٽ ڪندو، جيسيتائين ڪنڊيشن صحيح هوندي لوپ هلندو رهندو.

سي آئوٽ وري ايبل a ۽b جي ويليو پرنٽ ڪرائيندو ويندو.

## نيسٽيڊ فار لوپ Nestes for loop:

نيسٽ معنيٰ چار ۽ نيسٽيڊ لوپ معنيٰ، چار لوپز جو. اسان نيسٽيڊ فار لوپ ۾ هڪ کان وڌيڪ فار لوپ استعمال ڪنداسين. اچو ته نيسٽيڊ فار لوپ جو مثال وٺي ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون.

### پروگرام نمبر 26

```
#include<constream.h>
void main()
{
clrscr();
for(int a=1; a<=5; a++)
{
for(int b=1; b<=a; b++)
cout<< "#";
cout<<endl;
}
getch();
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.



هاڻي اچو ته معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ته هي آئوٽ پٽ ڪيئن نڪتو.
سڀ کان پهريان هڪ ويري ايبل a ڊڪليئر ڪيل آهي، ۽ ان جي ويليو 1 ڏنل آهي. پوءِ ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏنل آهي. ڇا 1 ننڍو آهي 5 کان، ها ڪنڊيشن صحيح آهي. ته پوءِ ويري ڪمپائيلر بئي لوپ ڏانهن ايندو. ۽ پنج چڪر هيش (#) پرنٽ ڪرائيندو. پوءِ وري پهرين لوپ جي انڪريمنٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندو، ۽ پوري وري پهرين لوپ جي ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏانهن ويندي جي ڪنڊيشن صحيح آهي ته هينئن لوپ ڏانهن ايندو ۽ وري هيش پرنٽ ڪرائيندو.
هي پروگرام ان وقت ختم ٿيندو جڏهن بئي لوپ ختم نه ٿي وڃن.

## 2. وائيل لوپ While loop:

اسان فار لوپ ۾ فڪس نمبرن تي مشتمل اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائيندا آهيون، پر جڏهن اسان کي هن ڳالهه جي خبر نه هجي ته اسٽيٽمنٽ ڪيترا ڀيرا پرنٽ ڪرائڻو آهي ته پوءِ اسان وائيل لوپ استعمال ڪنداسون.
اچو ته وائيل لوپ جو سينٽيڪس لکڻ سکون.

```
for single statement
          ┌─Test expression
while(n!=0)   — Note that no semicolon here
statement;  —single statement loop body

for multiple stetement
          ┌─Test expression
while(n!=0)   — Note that no semicolon here
{
statement;
statement;   }—muliple statement loop body
statement;
}
```

فگر نمبر5

وائيل لوپ ۾ انشلائيزيشن ۽ انڪريمنٽ ايڪسپريشن جو استعمال نه ٿيندو آهي صرف ٽيسٽ ايڪسپريشن جو استعمال ٿيندو آهي.
مٿي فگر نمبر 5 ۾ وائيل لوپ ۾ سنگل ۽ ملٽيپل اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائڻ جو سينٽيڪس لکيل آهي.
فگر نمبر 5 ۾ اوهان ڏسندا ته وائيل لوپ جي ٽيسٽ ايڪسپريشن جي سامهون سيمي ڪالن استعمال ٿيل نه آهي. مٿي سنگل ۽ ڊبل اسٽيٽمنٽ پرنٽ ڪرائڻ جو طريقو پڻ ٻڌايل آهي.
اچو ته وائيل لوپ ۾ هڪ پروگرام جو مثال ونون.

پروگرام نمبر 27

```
#include<constream.h>
void main()
{
clrscr();
int a=99;
while(a!=0)
cin>>a;
cout<<endl;
getch();
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.




اچو ته معلوم ڪريون ته هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪيئن نڪتو.

سڀ کان پهريان اوهان پروگرام نمبر 26 تي غور ڏيو. ان ۾ اوهان کي هڪ انٽيجر a ڊڪليئر ٿيل نظر ايندو. جنهن جي ويليو 99 مقرر ڪيل آهي، اوهان 0 کان سواءِ ڪهڙو به ويليو مقرر ڪري سگهو ٿا.

اوهان کي هن پروگرام ۾ هڪ نئون لائين while(a!=0) لکيل نظر اچي رهيو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ته اسان جو لوپ ايسيتائين هلي جيسيتائين ويري ايبل a جي ويليو 0 نه هجي.

ان کان پوءِ اِن پُٽ فنڪشن سي اِن استعمال ٿيل آهي، جيڪو ڪي بورڊ کان ويليو وٺندو. اوهان مثال: 2 ڏئي انٽر پريس ڪندا ته ڪرسر هيٺين لائين تي اچي ويندو، پوءِ وري 3،4 پريس ڪري انٽر ڪندا ته وري به ڪرسر هيٺين لائين تي اچي ويندو. پر جڏهن اوهان 0 پريس ڪري انٽر ڪندا ته پروگرام (لوپ) ختم ٿي ويندو. آئوٽ پُٽ 1 ۾ ڪجهه به لکيل ناهي اوهان ڪجهه به لکي پرنٽ ڪريو، لوپ ختم ڪرڻ لاءِ 0 لکو.




فگر نمبر 6

هاڻي اوهان فگر نمبر 6 کي ڏسي وائيل لوپ جي سجي اسٽيڪچر کان واقف ٿي ويا هوندا.

## وائيل وِٿ انڪريمنٽ يڪسپريشن :While with increment Exp

اسين مٿي لکي آيا آهيون ته وائيل لوپ ۾ انڪريمنٽ ايڪسپريشن استعمال نه ٿيندو آهي، پر اسين هتي دوستن کي ٻڌائيندا هلون ته ڪن ڪنڊيشنن ۾ اسان انڪريمنٽ آپريٽر استعمال ڪري سگھو ٿا، انهي جو هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو.

### پروگرام نمبر 28

```
#include<constream.h>
void main()
{
clrscr();
int a=2;
while(a<=10)
{
a+=2;
cout<<a<<endl;
}
getch();
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پُٽ ڪجھه هن ريت نڪرندو.

```
Turbo C++ IDE
4
6
8
10
12
_
```

هن پروگرام ۾ a+=2 نڪريمنٽ ايڪسپريشن طور استعامل ٿيل آهي، هن جو مطلب آهي ته ويري ايبل a جي ويليو ۾ 2 جو اضافو ڪيو وڃي. ۽ هي لوپ ايسيتائين هلي جيسيتائين ويري ايبل a جي ويليو 10 جي برابر هجي يا 10 کان گھٽ هجي.

## ڊو- وائيل لوپ :Do-while loop

اسان وائيل لوپ ۾ پهريان ٽيسٽ ايڪسپريشن رکندا آهيون، جي ڪنڊيشن صحيح هوندي آهي ته پروگرام اڳتي هلندو آهي نه ته پروگرام ختم ٿيو وڃي.
اچو ته ڊو وائيل لوپ جو سينٽيڪس لکڻ سکون.

```
do { — Note that no semicolon here
    statement; — single statement loop body
While (ch!='n'); — Note that semicolon here
        └─Test expression
```

فگر نمبر 7

پر ڊو وائيل لوپ ۾ اسان ٽيسٽ ايڪسپريشن رکندا آهيون جي ڪنڊيشن صحيح هوندي ته پروگرام وري هلندو نه ته پروگرام ختم ٿي ويندو.

اچو ته ڊو وائيل لوپ جو هڪ مثال وٺون.

## پروگرام نمبر 29

```
#include<constream.h>
void main()
{
clrscr();
int a,b;
char test;
do
{
cout<<"Enter 1st value"<<endl;
cin>>a;
cout<<"Enter 2nd value"<<endl;
cin>>b;
cout<<"Addition is"<<a+b<<endl;
cout<<"Do another? (y/n)"<<endl;
cin>>test;
}
while(test != 'n');
getch();
}
```

هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪجهه هن ريت نڪرندو.

```
Turbo C++ IDE
Enter 1st value
4
Enter 2nd value
7
Addition is11
Do another? (y/n)
_
```

اچو ته معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ته هن پروگرام جو آئوٽ پٽ ڪيئن نڪتو.

اوهان کي سڀ کان پهريان ٻه انٽيجر ويري ايبل ۽ هڪ ڪريڪٽر ويري ايبل ڊڪليئر ٿيل نظر اچي رهيا آهن.

اسان ويري ايبل a ۽ b ۾ يوزر کان ويليو وٺنداسين ۽ انهن ٻنهي جو جوڙ سي آئوٽ ذريعي پرنٽ ڪرائينداسين. پوءِ وري هڪ نئون اسٽيٽمنٽ Do another? (y/n) پرنٽ ڪرائينداسين. ان کانپوءِ اسان سي اين جي ذريعي ڪريڪٽر ويري ايبل test ۾ ويليو وٺنداسين. ان کان پوءِ ٽيسٽ ايڪسپريشن ڏنل آهي ته هي لوپ (پروگرام) ان وقت تائين هلي جيستائين Test ويري ايبل ۾ n نه ڏنو وڃي (test برابر هجي n جي) ۽ جڏهن test ويري ايبل ۾ n کان سواءِ ٻيو ڪو الفابيٽ ڏنو وڃي ته لوپ ختم نه ٿئي.




## فگر نمبر 8

اوهان فگر نمبر 8 ۾ ڊو وائيل لوپ جو ڪم سمجهايل آهي. اوهان فگر 8 کي ڏسي ڊو وائيل لوپ جو ڪم سمجهي سگهو ٿا.

# باب اٺون
# ڊسيشنس

Decisions

ڊسيشن لفظ جي معنيٰ آهي ته فيصلو ڪرڻ. جيئن اسان ڪنهن ڪلاٿ شاپ ۾ وڃي سوچيندا آهيون ته اسان ڪي ڪاٽن جو وڳو وٺڻ گهرجي يا ڪاڏي جو. جيڪڏهن اسان کي هڪ وڳو وٺڻو آهي ته پوءِ لازمي اسان کي فيصلو ڪرڻو پوندو ته هاڻي ڇا وٺجي. مثال اوهان ڪاڏي ڪپڙو ورتو.
ائين پروگرامنگ ۾ به فيصلي جي ضرورت پوندي آهي. ڪمپائيلر کي ٻڌائڻو پوندو آهي ته هو ڪهڙي ٽائيم تي ڇا پرنٽ ڪري. (جيئن سياري جي موسم ۾ گرم ڪپڙا وٺڻ گهرجن). جيڪڏهن اسان پروگرام ۾ ڊسيشن استعمال نه ڪنداسين ته لازمي آهي ته پروگرام ۾ ڪنڊيشن جي خلاف اسٽيٽمنٽ پرنٽ ٿيندا ۽ يوزر کي تنگ ڪري ماريندا ۽ هو لازمي طور ته پروگرام بند ڪري ڇڏيندو. (جيئن گرمي ۾ گرم ڪپڙا پائي پاڻ کي بيهوش ڪرڻ).
انهي لاءِ عام زندگي وانگر به پروگرامنگ ۾ صحيح فيصلو اڳتي هلي ڪارائتو ثابت ٿيندو.
اچو هاڻي ڏسون ته پروگرامنگ ۾ ڊسيشن ڪيئن وٺجن.

## اِف If:

اِف انگلش لفظ آهي جنهن جي معنيٰ جيڪڏهن. اسان عام طور تي به فيصلي ڪرڻ وقت جيڪڏهن لفظ استعمال ڪندا آهيون. مثال: جيڪڏهن بل گيٽس مائيڪرو سافٽ ڇڏي ويندو ته پوءِ اسان مائيڪرو سافٽ سان ڪانٽريڪٽ ٽوڙي ڇڏيندا سين.
اچو ته اِف جو سينٽيڪس لکڻ سکون.

```
single statement

      ┌─Test expression
if (a>10)
   statement; —single statement if body

Multiple statement

if (speed<=80)
  {
   statement;
   statement;    Multiple statement if body
   statement;
  }
```

فگر نمبر 9

اچو ته هاڻي هڪ مثال وٺون ته پروگرامنگ ۾ اِف جو استعمال ڪيئن ڪجي.

